بسم الله الرحمٰن الرحيم

# اُٺي اورج هير

حضرت مُرشد سائين صادق شاهه (صوفي فقير عمر ڪوٽ)

سُر ڏهر، ڪافيون ۽ بيت

مرتب

قائم فقير پنهور

Scanned with CamScanner



صاحبن ڪريمن حضرت سائين قبلا صوفي عطاء الله ستاري

موجوده سجاده نشين درڳاهہ جهوڪ شريف

بسم الله الرحمن الرحيم

# اُٿي اورج هير

مرتب

**قائم فقير پنهور**

( سرپرست اعليٰ )

حضرت مُرشد سائين قبلا نبي بخش شاهہ اولياء صوفي القادري دامتہ برکاتہ
(موجوده سجاده نشين درگاهہ سائين صوفي صادق شاهہ رح صوفي فقير عمرکوٽ)

( نگران )

سائين قبلا صوفي علي بخش (عرف عليءَ سائين)، سائين قبلا صوفي ظهير الدين
سائين قبلا صوفي صلاح الدين ، صوفي علي رضا

( مرتب )

قائم فقير پنهور

پروف ريڊر
عبدالله جان پنهور

ڪمپوزر
امتياز علي پنهور

ڇپرائيندڙ
لطيف پرنٽنگ پريس سانگهڙ

ڇپيندڙ

---


تعداد
1000
قيمت
100/-

حق موجود　　　　　آلي اورچ هير　　　　　سدا موجود

سجاده نشين درگاهہ عاليجناب

حضرت مُرشد سائين قبلا صديق محمد المعروف صادق شاهہ صوفي القادريؒ

(صوفي فقير عمرڪوٽ)

# اسمہ مبارڪ سجاده نشين مُرشد سائين

1

مُرشد سائين حضرت قبلا بايزيد المعروف باجد شاهہ لولياءِ صوفي القادريؒ

2

مُرشد سائين حضرت قبلا نظامہ الدين لولياءِ المعروف سهڻو سائين لول صوفي القادريؒ

3

مُرشد سائين حضرت قبلا علي بخش شاهہ لولياءِ لول صوفي القادريؒ

4

مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهہ لولياءِ لول صوفي القادريؒ

5

مُرشد سائين حضرت قبلا خُدا دوست المعروف گُرو سائين صوفي القادريؒ

6

مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهہ لولياءِ صوفي القادري دامتہ برڪاتہ

(موجوده)

## پيش لفظ

صوفي علي رضا

اُٺي اورچ هير، سُيان ناهي "صديق" چئي،
ڏکيا ڪري پير، پيو رهندي پٽ ۾.

هي فقط ٻن سٽن جو بيت ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ وارن لاءِ جنت جي چابي آهي.
هن بيت ۾ سائين صادق شاهه اسان کي فرمائين ٿا ته:
اُٿي: ننڊ مان رات جو پوئين پهر ۾ اُٿو.
اورچ: ياد ڪر پنهنجي رب کي " پنهنجي رب جي عبادت ڪر.
هير: هڻنير ٿي ائين ڪر اڄ ٿي پنهنجي رب جي عبادت ڪر. سيان ناهي صديق چئي: سياڻي پيو آسرو نه ڪر ڇو جو تون ٿو ڄاڻي ته سياڻي تون زنده به هوندين يا نه انهي جي توکي خبر ناهي.
ڏکيا ڪري پير پي رهندين پٽ ۾:
باقي ائين ڏکيا پير ڪري قبر ۾ پيو رهندي ۽ پوءِ تون ڪا عبادت ڪرڻ جي قابل نه هوندين.
سائين صادق شاهه پنهنجي هر بيت ، هر ڪلام ۾ اسان کي اِهيو ئي فرمايو آئن ته هي جهان فاني آهي، هتان هڪ ڏينهن سڀ ڪنهن کي هلڻو آهي. اوهان کان اڳ جيڪي به آيا هلندا اوهان به هلندا ۽ اوهان کان پوءِ اچڻ وارا به هلندا ۽ اڳتي جي تياري ڪيو پوءِ پاڻ ڪٿي چون ٿا (اُٺي اورچ هير سياڻ ناهي صديق چئي) ۽ ڪٿي فرمائن ٿا ته ( سائي سنيري ويهه ڪاڪ ڪهر نڙندرو ڪرهو ) لفظ چاهي جيڪي به هجن پر سندن پيغام هڪڙو آهي جيڪي عبادت ڪرڻي آهي ڪري وٺو

جيڪا بخشش ڪرائڻي آهي اڄ ئي ڪرائي وٺو. مطلب ته هر ڏينهن ڪي آخري ڏينهن ۽ هر گهڙي ڪي آخري گهڙي سمجهي گذاريو ۽ منهنجي نظر ۾ اهيو ئي زندگي گذارڻ جو بهترين طريقو آهي.
اڄ اسان کي گهرجي ته ذڪر جي ذريعي پنهنجي مُرشد سان رابطي ۾ رهون. اڄ دُنيا جون تمام سهولتون اسان جي هٿ ۾ آهن.
پر اسان جو موت اڄ به رب پاڪ جي هٿ ۾ آهي.
مينهن وسڻ نه وسڻ، گرمي يا سردي وغيره هر شيءِ جي معلومات اسان اڳ ئي حاصل ڪري ٿا سگهون پر اسان جي موت جي ڏينهن ۽ وقت جي معلومات نٿا ڄاڻي سگهون.
اسان جي رب پاڪ به اسان کي بس اهيو ئي چيو آهي ته هر انسان کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي ڏينهن وقت ڪٿي به ناهي ته ڪير ڪهڙي ڏينهن مرندو ۽ ڪهڙي وقت مرندو اهيو راز فقط رب پاڪ ئي ٿو ڄاڻي مينهن وسڻ جي ٻڌي ان جي نقصان کان بچڻ لاءِ ته اسان هزارين ڪوششون ڪيون ٿا.
پر موت ۽ آخرت جي ڏينهن تي يقين هئڻ باوجود به اسان قبر ۽ آخرت جي عذاب کان بچڻ جي ڪا به ڪوشش نٿا ڪيون ۽ جيڪو اسان تي هميشه لاءِ ايندو. جنهن کي برداشت ڪرڻ جي اسان قابل به ناهيون ان عذاب کان بچڻ لاءِ اڄ اسان کي سائين فضل الله شاهه قلندر ۽ سائين صادق شاهه جي ڏسيل رستي تي هلڻ جي ضرورت آهي اسان کان اڳ به ان رستي تي هلڻ وارا ڪامياب ٿيا.



حق موجود | آئي اور ج هير | سدا موجود

پر پوءِ اسان کي اجان ڇا جو انتظار آهي؟

رب پاڪ فرمائي ٿو اي انسان تون منهنجي راهه ۾ هڪ قدم وڌا آئون تو ڏانهن (ست) قدم وڌائيندنس ته پوءِ اسان کي بس هڪ قدم وڌائڻو آهي باقي ڏٺي ڪريم آهي.

ته پوءِ اچو سڀ گڏجي سائين صادق شاهه جي ڏسيل راهه تي هلي پنهنجي ۽ ٻئين جي زندگي کي ڪامياب ڪيون ۽ سائين صادق شاهه جي پيغام کي عام ڪيون. مون پنهنجي ناقص ذهن ۽ انهن بزرگن جي وچ ۾ رهي، جيڪي ڪجهه سمجهو آهيان اُها ڳالهه پڙهڻ وارن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

باقي هدايت هادي هٿ وس آهي، جنهن جنهن کي ڏئي.

ڏٺي در دُعاگوءِ آهيان ته پاڻ پڙهندڙن کي ۽ درگاهه صوفي صادق شاهه صوفي فقير جي هر طالب کي هدايت عطا ڪري.

ادنا غلام

صوفي علي رضا

موبائل نمبر 0331-2774132

# ڪالهيون ڳهلي لوڪ

(پنهنجي پاران)

آئون درڳاهه هن سال عرس مبارڪ جون تياريون اجهان هلندڙ هيون. حضرت سائين صوفي صادق شاهه القادري (صوفي فقير عمرڪوٽ) تي هر ميهني واري ڏهاڙي جي حاضري تي ويو هئس. هر ميهني سهائي سومر جو درڳاهه شريف تي ڏهاڙو ٿيندو آهي.
(انهي ڏهاڙي تي سڄي رات صوفي راڳ رنگ جي محفل ٿيندي آهي جنهن ۾ اُستاد شفيع فقير ۽ ٻيا صوفي راڳي اولياء صاحب جا ڪلام ٻُڌائي حاضرين تي وجد طاري ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ صبح جو درڳاهه شريف ۾ سماع وارو راڳ پڻ ٿيندو آهي).

جي اٿئي سِڪ سُرڪ جي، ته وڃ ڪلارن ڪهي،
وٺي رڪجي وات تي، پــر تــون پــنج پهي،
رهــج سُــور سهــي، ته سڄو ٿئين صديق چــئي.
(اولياء صاحب ؒ)

بهرحال!
ڏهاڙي واري ڏينهن آئون مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهه اولياء صوفي القادري ؒ جن جي حضور ۾ ويٺو هئس، اُتي سائين جن جا ننڍا ڀاءُ سائين صوفي قبلا علي بخش شاهه (علڻ سائين) ۽ سائين

جن جا پائيتا سائين صوفي ظهير الدين القادري ۽ سائين صوفي صلاح الدين القادري ولد سائين صوفي نظام الدين (ثاني) جن به محفل ۾ موجود هئا.

کي ڪني جا ڪارڻي، ڪي پڻ ڪن سنداءِ
اسين صوفي شاهه جي آهيون بلي لڳ بنداءِ
منيراجي مندا، تب پير نه ڇڏي پنهنجا.
(اولياء صاحب ؒ)

ڳالهه هلي رهي هئي ذڪر جي حوالي سان سائين صوفي قبلا علي بخش شاهه (علڻ سائين) جن فرمايو ته صاحبن ڪريمن حضرت سائين قبلا صوفي عطاءُ الله ستاري جن جي حُڪم آهي ته فقراءِ جو ڏيان ذڪر فڪر ڏانهن تمام گهٽ ٿي رهيو آهي. ڪافي ماڻهن کي ڏهر جي ذڪر واري ڳالهه جي ڪا به خبر ناهي اها ئي وجه آهي ته اسان جي فقراءِ دنياوي مسئلن ۾ پنجي وئي آهي سمورن مسئلن جو حل خُدا جو ذڪر آهي خاص ڪري آڌي رات جو اُٿي ڏهر وارو ذڪر ڪرڻ سان قلبي توڙين روحاني سڪون ملي ٿو.

مڙيوئي مُنهن ٿيو، هلڻ ٿيو حيران،
جوڳي سنديءَ جوءِ ۾ سَيوئي سبحان،
ڪعبو ۽ قرآن، ڪيڏانهن نيئي نيتيان.
(اولياء صاحب ؒ)

انهي جي لاءِ تہ سچي فقراءِ ۾ ذڪر فڪر جو روجهان وڌايو وڃي ان لاءِ سڀ کان اڳ ضروري آهي تہ ڏهر جي ذڪر جي اهميت ۽ رات واري عبادت جي اهميت تي-هڪ ننڍڙي سطح تي ڪتاب شايع ڪرائي انهي کي فقراءِ توڙي عام ماڻهن جي نظر ڪجي.

۽ انهي کان علاوه ميلي جا ٽئي ڏينهن درگاهہ ۾ ٿيندڙ سماع واري راڳ سان گڏوگڏ رات جو 3 وڳي ڏهر واري ذڪر جو باقاعدي سلسلو شَروع ڪجي ۽ پوءِ فقراءِ کي سختي سان تاڪيد ڪجي تہ هو پنهنجي گهرن ۾ بہ روز رات جو اُٺي ڏهر جي ذڪر جو معمول بڻائي ڇڏي.

سائين صوفي قبلا علي بخش شاهہ (علڻ سائين) جن جي انهي ڳالهين سان محفل ۾ ويٺل فقراءِ تمام گهڻي متاثر ٿي، ۽ پوءِ هر ڪنهن پنهنجا پنهنجا تاثر وڌيا.

نڪو سر نہ ڦر نہ ٽينگ نہ ٽيڏارو،
لـڪو آهـي نہ لهي، من اندر مارو،
سچوئي سـارو، هينئو حيرت ۾ پيو.

(اولياءَ صاحب ؒ)

خير ! مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهہ اولياءَ صوفي القادري دامت برڪاتہ جن جا ڪروڙين احسان جو ڏهر جي ذڪر واري انهي ڪتاب لاءِ مون مسڪين کي حڪم ٿيو ۽ سائين علي بخش جن

سندن فرزند صوفي علي رضا کي بہ انهي ڪم جي لاءِ مون سان ڪڏ ڪري ڇڏيائون.

مـــــونکي ڇڏيائون ڇپرين ڄاڻي سڃاڻي،
پريم جو پاڻي، سو ڪم نہ آيو ڪيڇين،
(اولياء صاحبؒ)

مُرشد سائين جن کان دعا وٺي آئون پنهنجي ڳوٺ آيس جنهن بعد سائين علي بخش صوفي القادري جن جي فرزند سائين علي رضا سان مسلسل فون جي ذريعي رابطو رهيو ڇاڪاڻ جو مان ڪو اديب يا دانيشور ناهيان انهي لاءِ ڪافي خيالن ۽ پريشانن کي منهن ڏيڻو پيو.

ڪک لڳي رت نڪري، هيٺئون ڪچاڙو ڪاءِ
مـــــونکي مـــــاٽ جڳاءِ دل دانهن ري نہ رهي،
(اولياء صاحبؒ)

ڏهر جي ذڪر بابت مونکي وڌيڪ ڄاڻ نہ هئي سو ضروري هو جو ڪنهن اهڙي فقراءَ جو در جهليجي جيڪو ڏهر جو عالم هجي خير انهي سوچ ۾ هئس تہ اچانڪ ڳالهہ ياد آئي تہ گذريل سال اولياءَ صاحبن رح جن جي عرس مبارڪ جي آخري رات تي سائين قبلا صوفي ظهير الدين القادري جن جي حڪم تي اسان ماسٽر فقير انصار لغاري صاحب جن کي درگاهہ شريف تي ڏهر جو ذڪر ڪرائڻ جو

چيو هو ۽ پوءِ فقير انصار لغاري صاحب سان ميلي جي آخري رات کجهه فقراءَ سان ڪڏ ڏهر جو ذڪر ڪيو هيوسين.
اها ڳالهه ياد اچڻ شرط مون صوفي علي رضا جن سان رابطو ڪيو ته فقير انصار لغاري صاحب سان رابطو ڪجي ته يقيناً فقير صاحب ڏهر جي ذڪر جي حوالي سان مدد ضرور ڪندو.

وڃا جي وجود ڪان، تن ڪونهي ڪُلب ڪاڻ،
تون هت پسين هاڻ، هـــو الستئون اڳـــي ٿـــيا.

(اولياء صاحب ؒ)

صوفي علي رضا ٿورڙي ئي وقت ۾ فقير انصار صاحب سان رابطو ڪري ٽائيم ورتو ۽ سموري ڳالهه فقير صاحب جي سامهون رکي ۽ فقير صاحب کي ڏهر جي ذڪر بابت مقالي لاءِ عرض ڪيائون.
فقير صاحب سان پهرين ملاقات درڳاهه جهوڪ شريف ۾ ٿيڻي هئي پر پوءِ ڪنهن سبب اُها ملاقات نه ٿي سگهي ۽ اسان کي وري فقير صاحب جي ڳوٺ ڏکڙيي (ميرپورخاص) وڃڻو پيو.
فقير صاحب نهايت ئي بهترين نموني سان ملاقات ڪئي اسان فقير صاحب کي ڏهر جي ذڪر بابت مقالي جو عرض ڪيو هو، فقير صاحب اهو مقالو مڪمل ڪري چُڪو هيو، اهو اسان کي عنايت ڪيائين ۽ ان کان علاوه ڏهر جي بيتن بابت ڪافي سمجهاڻيون فقير صاحب وٽان مليون.

نائي جو نفس کي، سورهه آهي سوءِ،
ڪلي وير نہ ڪاهڻو، چئي لو نہ جوءِ،
مانهجي ماري ٿوءِ، تعمل سنڌي تيخ سين.
(اولياءُ صاحب ؒ)

اولياءَ صاحب جن جي (جامع) راڳ نامي ۾ سُر ڏهر جي بيتن جي ڪُل تعداد 83 آهي پر انهي ۾ تقريباً بيت تمام ڏکي يعني انهي بيتن ۾ پراڻي سنڌي جا لفظ استعمال ٿيل هئا ان ڪري عام ماڻهون انهن بيتن کي سهڻي نموني سان نہ ٿي پڙهي سگهي ٿو ۽ نہ وري انهي جي معني سمجهي سگهي ٿو.
فقير انصار لغاري صاحب بيتن جا پروف چيڪ ڪري رهيو هيو تہ فقير صاحب کي انهي مسئلي جي حل لاءِ عرض ڪيم.
هڪ تہ سُر ڏهر جي بيتن جو تعداد تمام گهڻو آهي اِنهي کي ٿوڙو گهٽ ڪجي؟
ٻيو وري جيڪي عام آسان سنڌي ٻولي ۾ بيت پڙهيا ۽ ٻُڌا وڃن ٿا انهن کي فقراءَ جي سامهون آڻيجي تہ جئين پڙهندڙن کي اولياءَ ضاحب جو پيغام آساني سان سمجهہ اچي سگهي!
۽ ٽئين ڳالهہ اها تہ ذڪر دوران اولياءَ صاحب جن جي راڳ نامي جي ٻئين مختلف سُرن مان بيت چئي سگهجن ٿا يا نہ ؟

فقير صاحب منهنجي ڳالهہ تمام غور سان ٻڌي ۽ پوءِ جواب ۾ چيو تہ بيشڪ اولياءَ صاحب جو راڳ نامو آهي مقصد فقراءَ ۽ عام ماڻهن تائين پيغام پهچائڻ آهي ڏهر جي ذڪر دوران ڪنهن بہ سُر مان بيت چٽي سگهجي ٿو. بس پڙهڻ واري کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ۽ مقصد حاصل ٿئي.

۽ پوءِ فقير صاحب جي مشوري سان سُر ڏهر کان علاوه سُر وهاڳ (وهاڳڙو) سُر مومل (راڻو) ۽ سُر ڏناسري جهڙن مختلف سُرن مان ڪُل 60 بيت چونڊ ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن.

مواد جي سيهڙڻ وارو سلسلو اڃان هلندڙ ئي هيو تہ سائين صوفي علي رضا جن صاحبن ڪريمن حضرت قبلا سائين عطاءَ الله ستاري صوفي القادري دامت برکاتہ موجوده سجاده نشين درگاهہ جهوڪ شريف جن سان ملاقات جو ٽائيم ورتائون ۽ صاحبن ڪريمن سان ملاقات ڪئي سائين علي رضا ڪتاب "اُٺي اورچ هير" جو ڪجهہ حصو جيڪو ڪمپوز ٿيل هئو صاحبن ڪريمن جي حضور ۾ پيش ڪيو. حضرت صاحبن ڪريمن عطاءَ الله ستاري صوفي القادري دامت برکاتہ جن اُنهي مواد کي نظر مان ڪڍيو ۽ فقير انصار صاحب جو مقالو پڙهي فرمائون "ماسٽر انصار جو لکيل مقالو تمام سٺو آهي مونکي خوشيءَ آهي تہ ماسٽر انصار کي منهنجون سيئي ڳالهيون لفظ بہ لفظ ياد آهن".

سدا موجود — أُلي اورچ هير — حق موجود

حضرت صاحبن ڪريمن عطاءُ الله ستاري صوفي القادري دامت برڪاتہ

جن اسان جي هن ڪَتِيل ڪوشش تي تمام گهڻا خوش ٿيا ۽ دُعا سان ڪڏ اهڙن ڪمن کي هميشہ جاري رکڻ جو حُڪم فرمائين.

سارنگ سڪي وڄ ڪيء وڄ وراڪي پٽ،
"صادق" سونهن پرين جي، تنهن جو مُلهہ نہ مٽ،
آءُ پرين مون وٽ، تہ لوسر لوسيڙو لهي. (اولياء صاحبؒ)

هن سموري ڪم جي حضرت سائين قبلا مُرشد نبي بخش شاهہ صوفي القادري (موجوده سجاده نشين درگاهہ صوفي فقير عمرڪوٽ) جن سرپرستي ڪئي ۽ سائين صوفي علي بخش صوفي القادري ۽ سائين صوفي قبلا ظهير الدين ۽ سائين صوفي قبلا صلاح الدين القادري ۽ صوفي علي رضا جن قدم بہ قدم مون مسڪين جي رهنمائي ڪئي. آخر ۾ آئون نهائتي شڪر گذار آهيان اسان جي برادري جي معزز شخصيت عبدالله جان پنهور صاحب جو جن ڪتاب جي پروف چيڪ ڪرڻ دوران ڪافي رهنمائي ڪئي ۽ سندن لکيل مقالو طالبن ۽ پڙهندڙن جي لاءِ سلوڪ جي راهہ ۽ واٽ ڏسي ٿو. ان سان گڏ مهربانيون اسان جي پياري دوست ۽ هن ڪتاب جي ڪمپوزر امتياز علي پنهور جون جنهن کي هن ڪتاب جي ڪمپوزنگ دوران انتهائي صبر ۽ آزمائش جي مرحلن مان گذرڻو پيو.

فقط
دُعائين جو طالب
خادم الفقراء
قائم فقير پنهور

# سُر ڏَهَر جي تاريخ

## ڪلياڻ آڏواڻي

ٽر ۾ ٻن ٽڪرن جي وچ ۾ ماٿر يا ٿلهي مٽيءَ واري سڌي ميدان کي "ڏهر" چوندا آهن. هن سُر تي اِهو نالو اِنهيءَ ڪري آيل آهي، جو انُ ۾ شامل خيال ڪي هن ڏهر مان لنگهندي آيا آهن. اڳي هتان درياهه وهندو هو ۽ شاهوڪاري مال ايندو ويندو هو. جسودا جنگ واپاري هئا. افسوس جو هينئر اُتي سچ لڳي پيئي آهي نه درياهه آهي نه مڪڙيون، نه جسوداڻ نه سونڪي، اُتي هينئر رڳو ڪنڊن جا وڻ ۽ اَڪ ڦلاريا پيا ڏسجن. شاهه

هڪ ڪنڊي کي ڏسندي ني سائس رهاڻ تو ڪري اچي

اي ڪنڊا ! ڪي ڀور ٽٽين جو ڳالهيون ڪر ۽ ٻڌاءِ ته راتڙيون ڪئن پيو گذارين؟ اَڄ تنهنجا مهڙا حال اَڇُيو ٿيا آهن. ٻڌاءِ ته تون ڪئن پيو ڏينهن گذارين؟ سچ ٻڌاءِ ته تو وٽان سيڻ لڏي ويا آهن ڇا؟ تنهنجو ميڙ هينئر ڇُڪا ڪيو پيو ڇٽي. جي تو کي ڀور ٽٽين جي سور جو وڍ آهي ته پاڻي کي ڏڍ ڏيئي ڇو نه تو ميڙ پيدا ڪرين. اي ڪنڊا ! جڏهن ڀور (درياهه) پريو ٿي وهيو. تڏهن تون ڪيڏو هئين ؟ جسودن (شاهوڪار واپارين) جهڙو ڪو پاڻڌي ڪڏيو آئيني يا نه؟ سچ ته هاڻ ڀور سُڪي ويو آهي، ڪنڊين تي اچي اڪ ڦلاريا آهن. افسوس جو جنگن (شاهوڪار ونجارن) زور ڇڏيو آهي. سَر سڪي ويو آهي ۽ سُونڪي (محصول وٺندڙ) به هليا ويا آهن. جڏهن ڀاڳي نهر ۽ ڀور وهندا

حق موجود　　　　اُلي اورچ هير　　　　صدا موجود

هوا، تڏهن جسودن جو وڻج ٻه ڏايو زور هو. هاڻ ٻيور اڳين ٻار نه رهيو آهي، ملاحن، ڀاڻيءَ جا پار ڏسي، مڪڙا موڙي ڇڏيا ۽ جسودن جهڙا ٻار جل جي فڪر ۾ پنجي ويا آهن.

اي مڇ! جڏهن واهڙ ۾ جل جال (جام) هو، تڏهن تون نه موٽئين. هاڻ "سر مٿي سهه، مهميزون ملاحن جون." تون مڇي ٽلهي ٽيو آهين ۽ ٽونا ٽو، هئين جنهن ڀاڻيءَ جي اَڄ ڏسي تون پليو هئين. تنهن جا هاڻ ڏينهن پڄي ويا.

اي الله ! جڻ تنهنجو نالو وڏو آهي، تئن مون کي تنهنجو آسرو ٻه وڏو آهي. تنهنجي ڪانڌ جو پرو ۽ پاندئي ڪونهي.اي رب ! تنهنجو ئي نالو روح ۾ رهيو آئم! اي صاحب! تنهنجي صاحبي عجب آهي پنن کي پاتلر ۾ ٻوڙيو ڇڏين ۽ پٿرن کي تاريو ڇڏين. توکي وڏي سگهه آهي ۽ ٻاجهه پريوآهين. جيڏو تنهنجو نالو آهي، تيڏيائي تنهنجي ٻاجهه تو مڱان. مون ٻيا در کهڻئي نهاريا آهن، پر تو جهڙو در ٻيو ناهي. تون ري تنيين ۽ ٽوٽين، چيرءِ چانوَ آهين. تو ڏاران ٻيو ڪو ٻلو ناهي. اي ڊڪٽهار! تون پناهه جو پاند ڏيئي مونکي ڍڪ.

اي سُتا! ايڏي ننڊ ڪرڻ مناسب نه آهي. ننڊن سان سلطاني سهاڳ ٻه پرٻي. جاڳڻ ۾ جَس آهي. جڳڻ قلب تان ڪس ٽو لاهي. رات گذري ويئي آهي، پرهه ڦٽي آهي ۽ نکٽ جهيڻا ٿيا آهن.اي هاري ! اُٿ !! نه ته کهڻا هٿ مٿا پوندءِ تو ٻانيو ته مونسان هميشه سڄڻ هوندا تون سڄيون راتيون سمهي پئين، اِنهيءَ ڪري ئي پرين توکي ڇڏي ويو.

جهاني ماڻهون ڦيڻ ڏسي پلجيو وڃن. هنن ڪير جو ذائقو نہ ورتو آهي. هُو
دنيا ڪاڻ دين وڃايو ويٺا آهن.

هن سر ۾ جتي پوزي، ڪنڊي ۽ جسودن جو ذڪر ٿو اَچي، تتي دنيا
جي پي بقائيءِ الله جي مردن جي اٽاٽ ڏانهن اشارا آهن. ڏهر هيءَ دنيا
آهي جتي ڪڏهين اوج آهي تہ ڪڏهين زوال. جنهن هنڌ جسودو
سيان سچ وسنديءَ جو اَچ ڪاڙهڪ ڪهوٽ آهي، سو سيان مقام ۾ لڌبو.
جڻن جسودن زور هينئر نامي، تئن روحاني ونجارن جو بہ قحط (ڏڪر)
آهي. رکو صاحب سلراهہ جو لايق آهي، نالي سندس نہ رهندو، پيو سڀ
فاني آهي. ڪيڏانهن ويا اُهي جنُڪ فقير ، جي وحدت جي درياهہ ۾
حقيقي ماڻڪن ماڻڪن جو وڻج وهائيندا هئا. افسوس جو اُنهن جو
هاڻ نشان بہ ڪونهي ۽ سندن جاءِ تي اَڪ ڦلاريا بيٺا آهن. هن دينا ۾
ڏٺيءَ جو ئي نالو رهيو آهي. هوئي اَسانجو پردو ۽ پناهہ آهي جي دنيا تي
پلجي. ڪانئس منهن موڙيو سين تہ اَسان جو حال بہ اُنهي مچ جهڙو
ٿيندو، جو پاڻي ڏسي پليو ۽ مهراڻ جي سڪي وڃڻ سان موچڙن جي
منهن ۾ پيو هو.

هن سر ۾ صوفي صاحبن ڪونجڙن لاءِ پنهنجي درد جو اظهار ڪيو
آهي ۽ سنگهارن ڪي ساراهيو اٿس، جي سخا ۽ مهمان نوازيءَ جا ڪوڏيا
آهن. ڪڇ جي مشهور ڏاڙيل لاکي جي واکاڻ ڪئي اٿس، جو تہ هو
مسڪين پرور ۽ عاجزائن جو پردو رکندڙ هو.

(شاهہ جو رسالو ٽائن ورتل)

## ڏهر جي زڪر جي وضاحت ۽ اهميت

<u>فقير انصار لغاري</u>

ٿر ۾ پٽن جي وچ واري سٽين ميدان کي ڏهر چئبو آهي. هي هڪ لفظي معنيٰ آهي جنهن کي جيترو وڌائجي يا وڌائي بيان ڪجي اهو ڪري سگهجي ٿو. لفظي معنيٰ ۽ روحاني معنيٰ ۾ گهڻو فرق آهي ، روحانيت مرد ڪامل جي صحبت کانسواءِ سمجهڻ ناممڪن آهي. جيڪي مون پنهنجي آقا کان ٻڌو ۽ جيڪي سندن صحبت مون کي نصيب ٿي. تنهن موجب ۽ پنهنجي ناقص ڄاڻ موجب سُر ڏهر بابت ڪجھ وضاحت ڪريان ٿو. هن وضاحت ۾ جيڪا غلطي ڏسڻ ۾ اچي تنهن جي اصلاح لاءِ دعا ڪرڻ جي عنايت ڪندا.

جيئن حضرت صاحب ڪريمن کان مون ڪيترين ئي روحاني مجلسن ۾ اينهين ٻڌو ته ”جاڳڻ ته جَس آهي“ جاڳڻ سانّ قلب تان ڪَسَ لهي ٿو. سُر ڏهر تي سائين شاهه عبداللطيف ڀٽائي صاحب جن به گهڻو بيان ڪيو آهي. پر اولياءَ صاحب سائين صادق شاهه رح جن پنهنجو مٽ پاڻ آهن. آئون به ان پار جو پانڌيئڙو آهيان سو ضرور اولياءَ صاحب کي وڏيڪر اوليت ڏيندس. مون عموماً حضرت صاحب ڪريمن سجاده نشين درگاهه عاليہ صُوفي القادري جهوڪ شريف صاحب جن کان ٻڌندو هوس ته ”سائين قلندر داتا پير صاجب جن جو فرمان آهي ته هر

فقير کي کهرجي ته اڌ رات کان پوءِ ڪهڙ ۾ ڪهڙ ڏهه (10) ڏهن ڏهه (10) هلڪا نه وساري".

مون هڪ ڏينهن ڪين عرض ڪيو ته قبلا مون کي اهيو فرمان وضاحت سان سمجهايو . پاڻ وڏا مهربان آهن، مون تي وڏا وَرَ آهن. جو ڪهڙ چاڻ رڪندڙ کي ويهي سمجهايائون مون کي جيڪي سمجهايائون اهُو درگاهه شريف جي فقيرن کان لڪائڻ مناسب نٿو سمجهان. پاڻ فرمايائون ته سائين شاهه قلندر داتا پير صاحب جن جو حڪم آهي ته رات جو جاڳڻ لاءِ هي طريقو تمام آسان ۽ ڪامياب آهي جيڪو فقيرن چئي ته آئون آسانيءَ سان رات جاڳي پنهنجي مرشد جو ذڪر فڪر برقرار رکان ته سنجهي مان ڪجهه ٽائيم آرام ڪري. اڌ رات ڪانپوءِ نماز تهجد کان فارغ ٿي الله ڏهه10 دفعا چئي هڪ بيت ڏجي، تنهن کان پوءِ وري ڏهه 10 دفعا الله الله جو ذڪر ڪري جئين هڪ تسبيح مُڪمل ٿئي.

پوءِ پنهنجي مرشد جي ڏسيل ذڪر ۾ مشغول ٿئي، پاڻ هڪ دفعي گفتگوءِ دوران فرمايائون ته شاهه قلندر داتا پير صاحب جن جو فرمان هي ته "جو دم غافل سو دم ڪافر" اولياءَ صاحب جن پاڻ هن حڪم تي عمل ڪيو ۽ سختيءَ سان پنهنجن فقيرن کي عمل ڪرايو اينترقدر جو جاڳڻ جي ٽائيم تي ڪنهن کي سُتل ڏسندا هئا ته لٺ جي زور تي به اوٿاري ذڪر لاءِ تنبيهه ڪندا هئا. پر افسوس جو هاڻي انهن ڳالهين جو ڏڪار پئجي ويو آهي، حالانڪ درگاه عاليه

جھوڪ شريف جي سجاده نشين صاحب جن جي طرفان ڪجھ سال اڳ ۾ ساليانى عُرس مبارڪ جي موقعي تي ٻاريءَ جي اڳواڻن جي ناليء سان هدايت نامون جاري ٿيو هو ته پنهنجي ٻاريءَ ۾ رات جو 3 بجي کان پوءِ ذڪر بُلند آواز ۾ ضرور ڪرايو مگر افسوس جو اڳواڻن انهي هدايت تي غور ڪو نه ڪيو. اهيو ئي سبب آهي جو هنيئر انهيءَ عمل ڪو ذڪار آهي.

حضرت صاحب ڪريم جن فرمائيندا آهن ته اسين درگاهه شريف جي ميلي دوران ٽي ڏينهن دڪان کوليو ويٺا هوندا آهيون پر افسوس جو ڪو خريدار ڪونهي. اسان کي حڪم آهي ته علم پرائڻ لاءِ جيڪڏهن اوهان کي چين وڃڻو پوي تڏهن به وڃو چين ته پري آهي پر جيڪڏهن اسان کي رُوحاني علم جو درس درگاهه جھوڪ شريف ۾ ملي ٿو ته سڀ ڪجھ وساري انهيءَ درس حاصل ڪرڻ لاءِ همت جو سندرو ٻڌون،رات جاڳڻ جَس آهي. عشق حقيقي ۾ ڪيترن ئي مرحلن کي منهن ڏيڻو ٿو پوي جنهن کي سڀ حجاب لاهي سٽيءَ وانگر روحاني پنڌ ۾ ڪاهي پوڻ جي بار بار تاڪيد ڪيل آهي ته پوءِ ڪھڙا پار پتا پُڇبا.جنهن اولياء صاحب جن فرمايو آهي ته:-

اُٿي اور هين صُبح ناهي "صـديق" چئيءِ
ڏِکها ڪري پين صُبح رهندين سمهين.
(اولياء صاحب ؒ)

اَلحمدالله صوفي شاهہ عنايت شهيد ؒ جي فقراءَ ۾ اڄ ٻه ذڪر فڪر جو سلسلو جاري آهي ۽ قيامت تائين جاري رهندو آمين...
درگاهہ جهوڪ شريف ۾ ٽي سو 300 سالن کان جيڪو درس هلندي اچي اهو جڻين پوءِ تيئن زور وٺندو اچي. شل رب پاڪ هر فقير کي حضرت صاحب ڪريم سائين عطاء الله ستاري صاحب جي هدايت تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين.

دعاگو انصار لغاري
ڳوٺ حاجي صوبو خان لغاري تعلقو ڏگهڙي
ضلعو ميرپور خاص، سنڌ
موبائل نمبر 0300-3284626

# جيڪي آهي اچ

عبدالله جان پنهور

الله پاڪ جي ذات ازل ڪان انسان کي نبين رسولن جي ذريعي پنهنجي پاڪ ذات جي هڪڙائي جو تصور ڏيندو رهيو آهي ته آئون ئي ازل آهيان آئون ئي ابد آهيان آئون ئي هڪ آهيان آئون ئي واحد لاشريڪ آهيان پر انسان جي ڪم عقلي دنيا جهان جي رنگين رمزن گهر، اولاد ، بنگلا ، محل ، باغ پنيون ٻارا، اٺُ گهوڙا ، خوبصورت عورتون ، خوبصورت سواريون مطلب هر آسائيش ۽ آرام کي حاصل ڪرڻ ۾ هميشه رڌل هوندو آهي پر اهُي الله پاڪ جي طرفان بندي کي پنهجي ياد ڳيري کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ هڪ آزمائيش طور ڏنل هوندا آهن بندو ان آئسائيش ۾ پنهنجو پاڻ کي غافل ڪري ابدي آئسائيش ابدي آرام کي وساري ويٺو آهي ۽ اهيئن مسلسل زندگي جي سفر تي هلندي هلندي هڪ ڪاري ۽ اونده ڪاهي ۾ وڃي ڪرندو جتان نه ڪو آسرو نه ڪا اميد ته متان هن انڌهيري غار ۽ نه ختم ٿيڻ واري عذاب مان ڪا جان آجي ٿئي پر ان پاڪ ذات ڪان غافل رهڻ جي ڪري جيڪو هڪ حقيقت هو هڪ مالڪ هڪ خالق هو. ان جو آسروئي نه رهيو ته هاڻ اهو غافل انسان ڪنهن ڪان اميد ۽ آسرو رکي ان لاءِ هن عارضي دنيا ۾ سالڪن بزرگن اوليائين نبين ۽ رسولن ان انسان کي

هي ڏس ۽ ڪس ڏنا تہ اِي انسان اڻ ۽ ان رب خالق جي پاڪ ذات کي ياد ڪر تہ اهو ئي تنهنجو پر جلهو اهوئي تنهنجو وسيلو ۽ واهر ٿيندو ٻئي پر چو ٿو پنڪين اُني خاص طور اوليائن جي بادشاهہ صوفين جي سرتاج ڪامل ولي حضرت صوفي صديق محمد المعروف صادق شاهہ عمر ڪوٽ جن ارشاد فرمايو آهي تہ:

جيڪي آهي اڄ سيان، ناهہ "صديق" چئي
واڃي وانگر وڄ مٽي ڪي، مرلي ڪري

حضرت صوفي صادق شاهہ عافل بندي کي هوشيار ڪندي چئي رهيو آهي تہ جيڪو آهي اڄ سيانڻ نہ اُٿئي جيڪو سج اڄ اڀريو آهي جي اڄ تنهنجي ساهہ ۾ پساهہ نہ رهيا تہ تو لاءِ سياڻ نہ ٿيندي ۽ تون رهجي ويندين ۽ پوءِ پيو هٿڙا هڻدين پر اهو وقت وري نہ ورندو. اولياءُ الله حضرت صوفي صادق شاهہ رح غافل بندي کي صلاح ٿو ڏئي:

سُمهي سُمهي جندڙا، اجان اٿين هير،
نياڳا ننبون ڪرين، ڊکها ڪري پير،
وڏي ڪنهن وير، منگي ويا منگڻا.

صوفي صادق شاهہ رح

حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي جن به خوب فرمايو آھ تہ ،

سُتا اُٿي جاڳُ ننڊ نہ ڪجي ايتري ،
جو تو سلٽيھ ڀانئيو ، اُھو مانجهاندي جو ماڳُ
سُلطاني سُهاڳُ، ننڊُن ڪنديئي نہ ملي

شاھ لطيف رح

ھي بزرگ ھي لولياء ان غافل بندي کي اھا صلاح ٿا ڏين ننڊ نياڳي کي
ڇڏ ۽ اٿُ چو تہ ؛

ترتي ۽ ڏٽ سيرين، سب جوڌا ۽ جوان،
ھُٿا ھزارين ڪيترا، ھِت صُوبا ۽ سُلطان،
تني جا مِڪان، "صادق" سنيري ڪو نہ ڪو.

صوفي صادق شاھ رح

ميڙي ميڙي مال سڃا ويا "صادق" چئي،
ڏِس ڀلي جا ڀال ڪين ڏنيائين ڪجھ ۾.

صوفي صادق شاھ رح

هي دنيا هن ڌرتي تي ڪيئن بادشاهہ امير سياڻا سياڄها آيا پر اڄ انهن جا مزهہ ۽ مڪان نام ۽ نشان بہ نٿا ملن پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد جي سهولت ۽ آرام جي سامان لاءِ جائز ناجائز مال ذر ميڙي هتان هٿ خالي ڪري ويا. اسان وٽ الله جو ڪلام پاڪ رسول الله عليہ وسلم جي هدايت تي آيل آهي. پر هاڻ اسان کي هدايت ڪرڻ لاءِ ڪو بہ نہ ايندو بس اسان سچي دل سان ان تي عمل ڪيون.

اسلام جا پنج رُڪن اسان کي مليل آهن.

ڪلمو ، نماز، روزو ، حج ۽ زڪوات

پهريون رڪن ڪلمون ئي مسلمان ۽ مومن لاءِ اهم آهي. چو تہ سڀ کان افضل ذڪر : لااله اللا الله يعني ڪلمو طيبب آهي.

ڪلمي جو اقرار مسلمان پنهنجي زبان سان تہ ڪري ۽ پوءِ ٻين رُڪن تي سچائي سان عمل تہ ڪري تہ اهو ڪامل مومن آهي ۽ اهو ئي ڪامياب ٿيو ۽ روحانيت جون منزلون ماڻيائي پر ان پاڪ ذات جي ذڪر کان غافل رهيو ان کي سمجهي نہ سگهيو يا رهبر جو وسيلو نہ مليو تہ بدنصيب ٿئي ويو. شاهہ عبدالطيف ڀٽائي الله جي ذڪر کي سُر ڏهر بہ خوب ياد ڪيو آهي تہ اي انسان اٿُ ۽ سمهڻ (آرام) جي جيڪا تو غفلت پيو ڪرين هي تنهنجو جيون بہ چار ڏينهڙا آهي. جيڪا تنهنجي طاقت جوڀن جواني حسن مال متا اڄ تو وٽ آهي سا ڪجهہ ڏينهن جي مهمان آٿي جڏهن اهو سُڪل ڀورو ٿئي ويندي

جنهن ۾ ڪڏهن پاڻي جام وهندو هئو مال مڇيون پڪي ۽ گل ڦل گاهه ساوا لڳا پيا هوندا هئا. اڄ ان ڍهران ڍوري مان جڏهن پاڻي سُڪي ويو ته اتي هاڻ ويراني لڳي پئي آهي هاڻ نه مڇيون آهن نه مال آهي ۽ نه اها خوشحالي آهي. اڄ اتي سُڃ ۽ رڃ لڳي پئي آهي جي تون ان ڍهران ڍوري کي سائو رکڻ چاهين ٿو ته ان ذات جي ذڪر ۽ فڪر جو پاڻي ڏينلدو رهه ته اهو ڍهر اهو ڍورو سدائين سائو هوندو ۽ ٻين کي به سائو ڪندو رهندو.

الله پاڪ پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ ارشاد فرمائي ٿو ته

ترجمو: توهان منهنجو ذڪر ڪيو آئون توهان جو ذڪر ڪندس

(سوره البقره آيت نمبر 152)

حديث، پاڪ ۾ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو آه ته :

تمام فرضن کان پهرين فرض ذڪر پاڪ ذات جو آهي.

الله پاڪ سوره آلعمران آيت 191 ۾ ارشاد فرمائي ٿو ته

(اُهي ماڻهو جيڪي الله کي ياد ڪن ٿا اُٿندي ويهندي ۽ بستري تي پاسا ورائيندي).

ان ذڪر ئي سان اُهي حقيقي روحاني منزلون ماڻينديون جن لاءِ اولياءُ الله صوفي صادق شاهه فرمايو آهي ته:

راتڙيون جاڳڻ جي، آئون سي ئي ڪنديس سينءَ،
تنهين سندا نينءُ ، اوڃاڳي ئي اُجاريا.

تہ ان اوجائي اُهي نينڻ اجاري ڇڏيا امر ڪري ڇڏيا پوءِ ان بندي جي دل اولياءَ الله صادق شاهہ فقير جي زباني هر وقت اهي نندون اُهي رليون اهي سوڙيون رد ڪري ڇڏيندو.

سمهان ڪيئن سوڙين ۾ رلي رد ڪري
مون ڏانهن ڏڪان ڇائيا ذات منهنجي جي
مارو ملنم سي تہ سڀ ڳرهيا ڳالهيون

آئون مُرشد پاڪ حضرت صوفي صادق شاهہ رح جي درد نامي مان ڪجهہ حوالو ڏيندس تہ جئين عام سالڪ فقراءَ هي سڻاءِ آساني سان سمجهي سگهي.

"اي درد مند ڪن عاشقن جو چوڻ تہ حق تعاليٰ هن وجود ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ وجود ۾ قائل نہ آهي ڪن عالمن جو چوڻ آهي ، تہ حق تعاليٰ هر شيءِ کان پاڪ ۽ هو ستن آسمانن کان گهڻو مٿي، عرش عظيم تي موجود آهي پر مونکي پنهنجي مرشد مان ڪجهہ هن طرح معلوم ٿيو آهي تہ توڙي جو معنيٰ جي لحاظ کان سموريون شيون هڪجهڙيون آهن پر زمين، آسمان وغيره ڪائنات جي صورت ۾

ارڙھن هزار جهان آهن، هر جهان هڪ ٻئي کان بلڪل جدا جدا آهي، انهي لحاظ کان الله تعاليٰ ٻ هر شيء تي محيط ۽ هر هڪ شيء کان جُدا ۽ پاڪ ۽ پري آهي

مٿي عاشق کي کهرجي انهي سبب جي ڪري الله تعاليٰ کي پنهنجي وجود ۾ ۽ پڻ پنهنجي وجود کان ٻاهر سمجهي ۽ ڪيس ڳولها ڪري. هي جيڪو چيو وڃي ٿو ته الله تعاليٰ ستن آسمانن جي مٿان آهي ته اتي ستن آسمانن مان مُراد ست شهود آهن، جيڪي پڻ مٿان آهن، انهن مان ٽي آسمان بشري وجود ۾ آهن. (1) جسم (2) دل (3) روح ۽ ساڳيون ئي ٽي شيون (1) جسم (2) دل (3) جيڪو ملڪي وجود ۾ پڻ موجود آهن. جڏهن ته ستون آسمان خود آدم آهي، جيڪو عرش جي هيٺيان آهي ۽ ان کي ئي عرش، عظيم چون ٿا. حقيقت ۾ اهو عرش انسان جي ڪول "دل" آهي هست جي ستن شهودن کان پوء طالب گم ٿو وڃي ٿو انهي عدم جو نالو "قلب مدوري" يعني ڪول دل آهي. جيڪو "عرش عظيم" ئي آهي ان عرش تي حق تعاليٰ جو اثبات ۽ قيام آهي جيئن فرمان الاهي آهي ته

"اَلرحمنُ عَلَي العرشِ السَتَوِي" الله تعاليٰ عرش تي برابر رهي ٿو ۽ حديث ۾ آهي ته " قُلوبُ المُومِنِ عَرش الله تعاليٰ" ايمان وارن جون دليون ئي الله جو عرش آهن هڪ ٻي حديث ۾ آه ته:

لايَسعنَي ارضي ولاسمائي ويَسعنَي قلب عبدالمومن"

مونکي نہ منهنجي زمين ماپائي ٿي ۽ نہ ئي منهنجو آسمان، مونکي منهنجي مومن ٻانهن جي دل ئي ماپائي ٿي.

(درد نامو صفو نمبر 182 کان 183 تائين)

عشق سندي آڳ جو قلم ڪڍيائون،
معرفت جي مس سين لاالله لکيائون،
آئي الا الله جو پنو پڙهيائون،
ورق ورايائون تان منجهان ئي معلوم ٿيو.

(لوليہ صاحب ؒ)

لوليائن جي بادشاهہ صوفين جي سرتاج حضرت صوفي شاهہ عنايت الله رح جي سجاده نشين عالي جناب عزت ماب صوفي عطاء الله شاهہ ستاري پنهنجي سالڪن ۽ فقراء کي هي تاڪيد ڪندي فرمائيندا آهن تہ ابا هي ڏهر جو ذڪر رات جو هر ٻاري جي فقراء ڪندي رهي جنهن توهان جي پاڪ ذات الله ۽ مرشد سان سدائين رابطو ۽ واسطو هلندو رهي پاڻ هميشہ فرمائيندا آهن تہ ياد ڪندو تہ ياد رهندو وساريندو تہ وسري ويندو! تہ هي وقت هي زمانو هي جي اڄ اسان وٽ جديد شيون آهن ڪمپوٽر انٽرنيٽ موبائل فون سيٽلائيٽ هي سڀ الله جي ذات طرفان اسان کي انعام طور مليل آهن پر پنهنجي غفلت جي ڪري اڄ ٻہ انهن تي ٻين جو ڪنٽرول آهي ازل کان الله جي ذات مهرباني فرمائي

روحاني طاقت ۽ منزلون پنهنجي توتي آشڪار ڪري سي توتان ناراض ٿي ڪني توڪان ڪسي نہ ولي ۽ پوءِ اها ورد ، سجود ملڪوت حقيقت طريقت ۽ بيون منزلون بہ بين پورن جي حوالي نہ ڪري ڇڏي.

انهي جڳهہ تي سائين صادق شاهہ فرمايو آهي تہ؛

سو سپوني سبحان جوتو چت نہ چاتو،
عقل سين الله ڏانهن پير نہ ڪڏهن پاتو،
سندونينهن ناتو پورن پاڳي آيو.

(سائين صادق شاهہ رح)

جو تہ الله هر جڳهہ ۽ هر من ۾ آهي؛

سڀ ۾ صاحب هيڪڙو جاءِ بجاءِ ذاتي،
سو "صادق" سو سپرين سو ڪسڻ سو ڪاتي،
جا مون اک پاتي حوصلو حيران ٿيو.

(سائين صادق شاهہ رح)

# اُلي اورچ هير

قاسم فقير پنهور

## سُر نُعر تي مختصر روشني

سُر نُعر ۾ اولياءَصاحب مُرشد حضرت قبلا سائين صديق محمد صادق شاھ صوفي القادري ؒ (درگاھ صوفي فقير عمرڪوٽ) جن پنهنجي ڪلام ۾ ڪٽي ڪندن جي وڻ سان ڳالهيون ڪندي يور ٽٽين جو احوال پڇيو آهي.

ڪندا ڍور ٽٽين جون ڪرڪي ڳالهڙيون،
ڪنهن پر ڏينهن گزاريئين، ڪنهن پر راتڙيون،
تو ۾ مالهڙيون ڀتيون آتڻ واريئين.
(اولياءِ صاحبؒ)

تہ ڪٽي وري لاڪي جي ساراھ ڪئي آهي.

تون لاڪو لڪن جو ٽٽي، آءُ اڪليائي اوڏ
مٿي پريم هنڙا ڪتو ڀتان ڪوڏ
لاڪا تنهنجي ڪوڏ پيئي پاڙي کهاريان.
(اولياءِ صاحبؒ)

ڪٽي الله جي سامهون عرضون ۽ آسرا اميدون رکيون آهن.

ٻاجهہ ٻہ ايـــنديائي کهُران، جيئو تو نان،
تُون مَنهَن تُون تُوٽيون، تُون چِپَر تُون چان،
چوَان چا آئـــون، توکي معلوم سڀڪا.
(اولياء صاحبؒ)

تہ وري ڪٿي محبوبن جي گهرن کي دعائون ڏنيون آهن،

ڍيــنگر ڍلو مَ ٿــئي اڏيـــو جـــو اوڏن
جنهن پر ويهي ڪن، ڳالهيون لاکي چام جون.
(اولياء صاحبؒ)

ڪٿي ڪونجهڙين جي ڪُنڪ جي ڳالهہ ٿا ڪن،

ڪنڪ تنهنجي ڪونجهڙي، مونکي ٿي ماري.
هڪ ڏکويس ڏيل ۾ پيو سڄڻ نہ ســاٿينهہ.
وِڳــر آ واري، نــتہ وَنـــون اڏامي اوڏهيـن.
(اولياء صاحبؒ)

تہ ڪٿي وري سڄي رات جاڳي رب تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ جو حڪم ۽ ڪٿي وري رات جو سمهڻ واري کي نياڳو ڏسين ٿا.

سُمهي سُمهي جندڙا، ايـــان اٺين هين،
نياڳا ننڊون ڪرين ، ڏکيا ڪري پين،
وڏي ڪـــنهن وير ، منگي ويا منگتا. (اولياء صاحبؒ)

"اُهر شريف صوفي فقير ۾ ذهر جي ذڪر جي شروعات بابت روايت"
اولياء صاحب جڏهن درڳاهہ جهوڪ شريف مان هجرت ڪري اُهر شريف موجوده صوفي فقير عمرڪوٽ اچي رهيا. ان وقت اُهر شريف

(صوفي فقير) ۾ جنات جو تمام گھڻو اثر هوندو هو. لولياء صاحب رح جن سان ڪڏ آيل فقراء سائين جن کي عرض ڪيائون ته قبلا! هتي جنات جو تمام گھڻو اثر آهي گھرن توڙي رستن ۾ ايندڙ ويندڙ ماڻهون کي تنگ ڪري ٿي انهي کان ڇوٽڪاري لاءِ ڪا واٽ ڏسيو.

لولياء صاحب ، جن فرمايو ته آڌهي رات جو اُلي سُر ڍُهر جي بيتن سان ڪڏ ذڪر ڪندا ڪيو مطلب ته هڪ بيت سُر ڍُهر جو ۽ پوءِ 10 دفعا الله الله جو ذڪر ڪري هڪ تسبيح مڪمل ڪيو. اهڙي طرح اِهيو ذڪر جو سلسلو اُهر شريف صوفي فقير ۾ شروع ٿي ويو ۽ انهي کان بعد جنات جو اثر ماڻهن مان آهستي آهستي ختم ٿيندو ويو.

(هن وقت انهن گهرن ۾ اهو ڍُهر واري ذڪر نه هئڻ ڪري ساڳياني جنات جا اثرات ٻُڌن ۾ اچن ٿا پر افسوس جو اهي ماڻهون لولياء صاحبن جي ٻُڌايل رستي کي وساري ويٺا آهن).

لولياء صاحبن رح جن رات جو سُمهڻ تي سختي سان منع فرمائيندا هئا آڌهي رات جو ذڪر جي لاءِ فقراءَ کي لٺ جي زور تي به اُٿاريندا هئا.

سمهو سُــــڪ ۾ جندڙا ، لاهه ۾ پــــچاران،
ڪرجهوريءِ ڪيڻان، ڪالهوڻيان اُج گهڻي (لولياء صاحب ؒ)

هڪ دفعي لولياء صاحبن رح جن پنهنجي فرزندن کي لٺ جي زور تي اُٿاري رهيا هئا ته سندن ٽئين نمبر فرزند حضرت سائين قبلا نظام الدين لولياء (اول) صوفي القادري رح جن کي پير ۾ لٺ لڳي وئي جنهن بعد سندن پير مبارڪ ۾ ڦٽ (زخم) به ٿي ويو حضرت سائين قبلا نظام

الدين اولياءِ (اول) صوفي القادري رح جن پنهنجي پوري حياتي اهو ڦٽ (زخم) کي ختم ٿيڻ نہ ڏنو. جڏهن بہ ڦٽ (زخم) ختم ٿيڻ لڳندو هو پاڻ رح انهي کي چاڪو جي زور تي وري تازو ڪري ڇڏيندا هئا. ڪنهن فقير ! سائين قبلا نظام الدين اولياءَ جن کي انهي ڦٽ (زخم) جي دوا ڪرڻ جي لاءِ عرض ڪيو پاڻ رح جن فرمايو: "اگر تڪليف نہ هوندي ننڊ اچي ويندي". (مطلب تہ انهي ڦٽ (زخم) جي تڪليف جو مقصد رات جو سُجاڳي هو)

"ڏک ڏوکويا جاڳن راتڙيون، اي ماءُ راتڙيون"

(اولياءِ صاحب رح)

انهي سمورين ڳالهين سان فقط اهو ئي مقصد حاصل ٿئي ٿو تہ سموريون حقيقتون اُنهي ذٽي ڏانهن آهن، هر شيءِ فاني آهي صرف رب تعاليٰ جي ذات باقي رهندي رات سمهن لاءِ نہ پر جاڳي رب تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لاءِ آهي.

جئين اولياءِصاحب ؒجن فرمايو-؛

"اي غافل ! ذٽي تعاليٰ سموريون شيون تنهنجي لاءِ ۽ توکي پنهنجي بندگي لاءِ پيدا ڪيو اٿس پوءِ ڇاجي ڪري تون پنهنجي ناداني ۽ بي وقوفي جي ڪري پنهنجي مالڪ کي وساري ويٺو آهين ۽ اجايو حرص ، حوس ۽ خيالن ۾ قيد آهين. ياد رک ! اهي خيال خطرا تنهنجي جان کي بڪايل ڏيڻ جيان ڪائي رهيا آهن". (سائين صادق شاهہ ڪتاب درد نامو)

جنين اولياءِ صاحب جن جو هي بيت:

سچيون راتيون سمهين، اُٿين ڪين آسُور،
صُبح سهندين سُور، ڏُکي ٿـون ڏاتـار جو.

اولياءِ صاحب صادق شاهه صوفي القادري رح

سمجهاڻي: يعني سڄي رات سمهين غفلت ۾ گذاري ڇڏئي ۽ اَسُر جو اُٿي رب تعاليٰ جي عبادت به ٿنو ڪرين پوءِ تڏهن ته سڄ اُڀري ٿي رب تعاليٰ توکي تڪليفن ۾ وجهي ٿو. صبح سهندي سُور هي پڻ معني قيامت جي ڏينهن ڏانهن اشارو آهي. (راقم الحروف)

ساڳي ئي طرح سان شاهه عبدالطيف ڀٽائي رح جن فرمايو:

ساري رات جاڳي، جن ياد ڪيو سُبحان،
آديون عبدالطيف چئي، تن جي مٽي لڌو مان،
ڪروڙين ڪن سلام، آسڻ اچي ان جي.

شاهه صاحب رح

سمجهاڻي: جيڪي ماڻهون سڄي رات جاڳي رب تعاليٰ جي اڳيان ٻاجهائين ٿا روئن ٿا ذڪي ياد ڪن ٿا انهن جي عبدالطيف چئي مٽي

(خاڪ) ٻه مان واري آهي ۽ ڪروڙين ماڻهون سندن حضور ۾ اچي سلامي ڏئين ٿا. (راقم الحروف)

۽ هڪ ٻئي بيت ۾ شاهه صاحب فرمايو:

تن تسبيح من مڻيون، دل دنبورو جــن،
تندون تنهن طالب جو، وحدت سُر وڄن،
"وحده لاشريڪ له"، اهيو ئي راڳ رڳن،
سي سُتا ئي سونهن، نندُ عبادت تن جي.

سمجهاڻي : انهن جو تن تسبيح ۽ من مڻيو بڻيل آهي ۽ انهن جي دل دنبوري جيان ڌڻي تعاليٰ جو ذڪر ڪري ٿي(دنبوري جي تار مان الله الله جي آواز ايندي آهي) تندون يعني نسون انهي طالب جو هميشه وحدت يعني تون ئي تون جو ذڪر ڪندي وڄنديون آهن، "هو هڪ آهي ان جو ڪو ٻه شريڪ ناهي"، بس اهيا ئي ڳالهه انهن جي سمورين جي رڳن ۾ هلي ٿي، اهي سُتل ٻه سهڻا پيا ڏسجن ڇاڪاڻ جو انهن جي ننڊ ٻه عبادت بڻيل آهي.

(هن بيت ۾ اولياءَ الله جي ننڊ کي عبادت چيو ويو آهي ڇاڪاڻ جو انهن جي ننڊ فقط ظاهري اکيون بند ڪرڻ آهي سندن اندر هر دم سجاڳ رهي ڌڻي تعاليٰ جي ذڪر ڪري ٿو. طالب کي گهرجي ته هو پنهنجي اندر کي اهڙي ريت خُدا جي ذڪر ڏانهن مائل ڪري).

رات جو جاڳڻ جي حوالي سان رب تعاليٰ قُرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته

ترجمو : اي چادر وارا ! رات جو اُٿي عبادت ڪندو ڪر، سڄي رات نه پر اڌ رات، يا انهي ڪان گهٽ، يا انهي ڪان وڌيڪ، ۽ پڙهندو ڪر قُرآن سهڻي نموني سان، تمام جلد اسين توهان تي نازل ڪرڻ وارا آهيون هڪ وزني ڳالهه(گجهه واري) بيشڪ رات جو اُٿڻ نفس کي قابو ڪرڻ لاءِ هڪ مفيد ۽ بهترين ذريعو آهي، ۽ اِهو بهترين وقت آهي قُرآن پڙهڻ جو، ڇاڪاڻ جو ڏينهن جو تون مصروف هوندو آهين، ۽ پنهنجي رب تعاليٰ جو ذڪر ڪندا ڪيو انهي جا ٿي وڃو، ۽ پري ٿي وڃو (ان وقت) دنيا کان. (سورت مُزمِل ، آيت نمبر 1 کان 8)

هڪ ٻي جگهه تي رب تعاليٰ فرمايو:

ترجمو : يعني تون جڏهن غافل ٿي وڃين ته پنهنجي رب تعاليٰ جو ذڪر ڪر.

رب تعاليٰ جو خلقيل سموريون شيون هر وقت پنهنجي پالڻهار جو ذڪر ڪن ٿيون ملائڪ سڳورا، پکي پرندا هوا ، پاڻي ، وڻ ٽڻ، پٿر ۽ زمين توڙين آسمان جي وچ بلڪ ستن آسمانن تائين تون ٿي تون جي تنوار آهي پر افسوس جو انسان جي ڪنن تي دنيا جي حرس، حوس ۽



نفسي خواهشن جا پردا چڙيل آهن انهي ڪري اسان انسان ڪي اهيو سڀ ڪجهه ڏسڻ ۾ نٿو اچي.
انسان سڄيو ڏينهن ڪوڙ ڪلا ۽ ٻيا اهڙا ڏوهه ڪري ٿو انهي سان ان جي دل تي ڪٽ چڙهي وڃي ٿي انهي ڪٽ لڳڻ جي ڪري ماڻهون جي دل تي ڪنهن به نيڪ ڳالهه جو اثر نٿو ٿئي انهي ڪٽ جي صفائي جو عمل ضروري آهي ۽ دل جي صفائي خُدا جي ذڪر سان ٿئي آهي. جنئين نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو
لِكُلِ شيءٍ صقَالَتہ، وصقالتہ القلوب ذِكر الله

يعني جنئين هر شيءِ جي صفائي آهي دل جي صفائي خُدا جي ذڪر سان آهي.

رات جو گهڻي جاڳڻ ۽ ٿورڙي سمهڻ جي باري ۾ قُرآن شريف ۾ ارشاد آهي ته:
اهڙي ريت هڪ ٻي حديث پاڪ آهي ته
ترجمو: "منهنجون اکيون ته ننڊ ۾ بند هونديون آهن پر دل ڪي ننڊ ناهي هوندي".
سيدنا غوث اعظم رح جن فرمايو
الخير فكل الخير في اليقنظ والشر فكل الشرفي النوم
يعني: "سموريون ڀلايون جاڳڻ ۾ آهن ۽ سموريون خرابيون سمهڻ ۾ آهن".

محبت جي ميدان ۾ عشق ڪڙو ڪڍيج،
فڪر سانڻ فقير چئي، هنئين ڪي هٽيج،
اندر اجُـاريج، ته ڪٽ نه چڙهي ڪڏهن.

دنيا جا سمورا مذهب خُدا جي هئڻ کي تسليم ڪندي ۽ مختلف انداز ۾ پنهنجي رب کي ياد ڪن ٿا. جئين دنيا ۾ سمورا درياءَ مختلف رستن کان اچن ٿا ۽ پوءِ ڪڏ ئي هڪڙي سمنڊ ۾ داخل ٿين ٿا اهڙي طرح سمورا مذهب ڪڏ ئي رب تعاليٰ تائين پهچن ٿا سمورن جي بنياد فقط هڪ ئي ڳالهه تي ٻڌل آهي.
جئين هندن جي ڀڳوت گيتا ۾ لکيل آهي:

جـو جاڳڻ اي او پاوڻ اي،
جو سووت اي او خووت اي،

معنيٰ جيڪو جاڳيو اهو پنهنجي رب کي حاصل ڪندو ۽ جيڪو ننڊ ڪندو اهو پنهنجي خُدا کان پري رهندو.

صاحبن شهيدن حضرت سائين صوفي شاهه عنايت الله سرتاج صوفيان صوفي القادري ؒ جن جو فرمان آهي ته:

الله بَس الله آهي، ۽ الله کان سواءِ ٻي شيءِ حَوَس آهي خدا جو ذڪر سڀني شئين کان مٿي آهي. خدا جي ذڪر ڪرڻ وارو سدائين سُرها ۽ ٻنهن جهانن جي سختي کان آجا (بي خبر) آهي، رات جو جاڳڻ هڪ

عجيب نعمت آهي شرف بي ۽ ثواب بي، اَڄ هي ميدان، پٽ، گوءِ ۽ چوگان آهي ، سياڻي نہ هي پٽ رهندو نہ گوءِ نہ چوگان. جلدي ٻوڙ جو خدا جي ياد جو هي وقت آهي سُڄاڳ ۽ هوشيار ٿي، ائين نٿو چوان تہ جهان کان جُدا ٿي پر جنهن حال ۾ هُجين خُدا سان گڏ هُج.

(بقول سائين صوفي شاهہ عنايت شهيد رح درگاهہ جهوڪ شريف)

حضرت سائين فضل الله شاهہ داتا شاهہ قلندر رح جن پنهنجي ڪتاب ارشاد نامي ۾ طالبن کي رات جو جاڳڻ جي حوالي سان فرمايو آهي تہ

طالب کي ٿورڙو سمهڻ گهرجي، پنهنجي بستري کي نرم نہ رکجي،

۽ لباس بہ آرامده نہ پائي ڇاڪاڻ جو متان سندن سٺي لباس ۽ نرم بستري جي ڪري ننڊ اچيس ۽ پير ڏکيا ڪري بہ نہ سمهي، پر جيڪڏهن ويٺي ويٺي ننڊ ڪري تہ ان ۾ ڪو حرج ناهي ڇاڪاڻ تہ ويٺي جي ننڊ ۾ اجايا خيال نہ ايندا آهن.

(ارشادنامو صفونمبر49 کان 48).

مطلب تہ ساڳو ئي فِڪر ۽ فلسفو آهي جيڪو رب تعاليٰ ۽ نبي پاڪ ﷺ قُرآن پاڪ ذريعي ٻُڌايو صاحبن شهيدن کان سائين فضل الله شاهہ داتا شاهہ قلندر پير رح ۽ پوءِ اولياءَ صاحب سائين صادق شاهہ جن پنهنجي قول ۽ ڪلام ذريعي اسان عام ماڻهن تائين پهچايائون.

# اُٿي اورَچ هير



پيهي جا پاڻ ۾، ڪيم دل پرڪ،
تہ اکر مڙوئي، هيڪڙو لڪڻ وارا لڪ،
سين سين اٿُ سالڪ، سڙي وئيا صديق ڇٺي.

(اولياء صاحبؒ)

حضرت صاحبن ڪريمن سائين عطاءُ الله ستاري صوفي القادري (سجاده نشين درگاهہ جهوڪ شريف) جن پڻ فرمائيندا آهن تہ:

جو جاگتا هي وه پاتا هي،
جو سوتا هي وه کهوتا هي.

صاحبن ڪريمن وڏيڪ فرمائيندا آهن تہ کهوتا جون بہ معنيٰ آهن هڪ کهوتا وڃائڻ کي چوندا آهن ٻيو کهوتا گڏهہ کي چوندا آهن هاڻي سمجهڻ واري تي آهي تہ هو ڪهڙي معني سمجهي ٿو.

رات جو جاڳڻ ۽ ذڪر ڪرڻ جي حوالي سان مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهہ صوفي القادري دامت برڪاتہ سجاده نشين (درگاهہ سائين صوفي صادق شاهہ صوفي فقير عمرڪوٽ) جن جيڪي هن گنهگار کي حڪم ڪيائون يا جيڪي هن بي ادب سندن روحاني محفل ڪچهري ۾ ٻُڌو انهي ۾ جيڪو ڪجهہ حال عقل ياد اهو لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهم احسان مُرشد سائين جا جو هر ڳالهہ کي

اهڙي ته سُهڻي ۽ آسان انداز ۾ ٻڌايائون جو مون جهڙي بي عقُل ۽ گهٽ سمجهه واري ماڻهون کي به سمجهه اچي سگهي:

هو جي ٽورا سڄڻ، سي مون پانيان سور،
پهتس تان پور، ڳڻ ڳٽيندي تن جي.
(اولياء صاحب رح)

ٽورا ڪٽين ٽورا، مون تي مارون چام جا،
ٽر ۾ واري ٽورڙي ، تيهان گهٽينرا،
پلائيون ۽ پيرا ، ڳٽي ڳٽيندس ڪيترا.
(شاهه صاحب رح)

انهن فرمانن ۽ حُڪمن مان ڪجهه فرمان فقراءَ تائين پهچائڻ پاڻ تي فرض سمجهان ٿو. صوفين سڳورن جو پيغام آهي ته:

گهٽ سمهڻ،
گهٽ ڳالهائڻ،
گهٽ کائڻ

(ڪنهن ماڻهون يا فقير فقراءَ جو خيال ٿئي ته انهي مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي ڳالهين تي آساني سان عمل ڪيان انهي کي گهرجي ته هو نفلي روزا رکي. روزن سان ٽنهي فرمانن تي عمل ٿي وڃي ٿو). (راقم الحروف)

هڪ دفعي مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهه اولياء صوفي القادري دامت برڪاته سعجن جي ڪچهري ۾ ويٺا هئا [illegible] پاڻ سُنهارن مون مسڪين گنهگار ڏانهن ڏسي فرمايون ”



” بابا شريعت ۾ قُرآن ۾ حديث ۾ پاڻ کي حڪم آهي ته هر مهيني ٽي روزا رکجن، مُلان پاڻ رکن ٿا انهي ڪري ڪنهن کي ٻڌائين ٿا“ انهي ڳالهه تي مون گنهگار عرض ڪيو ته قبلا روزا ٽئي گڏ رکجن؟ پاڻ سُنهارن ؒ جا لک احسان جو وڏيڪ سمجهاڻي ڏيندي فرمايائون ته” بابا اوهان جي مرضي آهي بهتر ائين آهي ته هڪڙو روزو رکي ڪجهه ڏينهن بعد ٻيو روزو رکجي. اهڙي طرح پوري مهيني ۾ ٽي روزا پورا ڪجن.“

(نفلي روزن جي حوالي سان سائين داتا شاهه قلندر جن پڻ ارشاد نامي ۾ ڪافي سمجهاڻيون ڏنيون آهن) (راقم الحروف)

هڪ دفعه مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهه سُنهارن دامت برکاتہ جن فرمايو ته” بابا رات جو 12 وڳي کان پوءِ سمهڻ پاڻ تي حرام آهي“ انهي ڪچهري ۾ ويٺل ڪنهن فقير عرض ڪيو ته قبلا رات جو سُجاڳي ٿئي ٿي ايتري قدر جو وچي سج ٿو اُڀري.

انهي تي سُنهارن ؒ مُسڪرائيندي فرمايو ”بابا جي پيٽ ڀري ماني کائي سمهبو ته سُجاڳي ڪئين ٿيندي؟ ٻلاءِ ٻُک ۾ ئي ته ڪڏنهن ننڊ آئي آءِ؟

(مطلب ته رات جو ڪهه سڪائيڻ سان ماڻهون کي سُجاڳي رهي ٿي.) (راقم الحروف)

مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهه سُنهارن دامت برکاتہ جن اڪثر دفعه رات جو 3 وڳي سُبتل فقراء کي ننڊ مان سُجاڳ ڪري فرمائيندا آهن ته بابا اُٿو سج اُڀري ويو آهي.

هڪ دفعي مُرشد سائين حضرت قبلا نبي بخش شاهه سُنهارن دامت برکاتہ جن فرمايو "بابا ! سائين صادق شاهه رح جن جي فيض جا مٽ پريل آهن پر افسوس جو ڪو اڃارو نٿو ملي.

ساڳي طرح هڪ ٻيءِ ڪچهري ۾ پاڻ سُنهارن مد ظلہ فرمايائون ته "اسان جنهن مرض جا طبيب آهيون ان جي لاءِ ڪير ٻه نٿو اچي.ماڻهون فقط دنياوي مسئلن جون ڳالهيون ڪن ٿا.حقيقت:جي ڪير ٻه پُڇا نٿو ڪري".

تون حبيب تون طبيب، تون دردن جو دارون،
آئون عاجز آهيان، تون سڪهيون لهين سارون،
ڪريان پٺي ڪارون،جنهين ٻُڪي تنهنجي هٿ ۾.

هڪ دفعي پاڻ سُنهارن دامت برکاتہ جن فرمايو "بابا هتي هر قسم جو وکر ملي ٿو لوهين جيڪا شيءِ گهرندوءِ اُها هن در تان اوهان کي ملندي.

هڪ دفعي مالڪن جي ڪچهري ۾ ويٺا هئاسين ته ڪنهن فقير عرض ڪيو ته قبلا ! اسان جو دل خدا جي ذڪر ڏانهن نٿو وري.

پاڻ سُنهارن دامت برکاتہ جن فرمايائون" مطلب ته اوهان کي خُدا جو ڊپ ناهي.جن ماڻهن کي خُدا جو ڊپ هوندو آهي انهن جون دليون هر وقت ذڪر ڪنديون آهن".

هڪ دفعي مُرشد جن جي ڪچهري ۾ ويٺاهئاسين تہ ڪنهن ماڻهون جي گنڍاري وڃڻ جي ڳالهہ هلي رهي هئي تہ پاڻ سُنهارن دامت برڪاتہ فرمايو هر هڪ ماڻهون کي وڃڻو آهي جنهن بعد پاڻ سُنهارن دامت برڪاتہ اولياء صاحبن جي ڪافي ٻڌائي

ساٿي سنبهي ويهہ، ڪاڪ گهرڻدو ڳرهو،
مومل صحيح ماٺبي، دور ٿيندو هـــيءَ ديهہ،
نـــنڍيا وڏا ســـب هلندا، راڻـــان رتـــي ريهہ،
آخر انڌا ســـي چئبا، جن هِت نہ ڏٺو ڏيـــهہ،
وٺي ڪـــون ورڻـــو، اَنِ چِپر سندو چـــيهہ،
"صادق" ڪنهن جو نہ هلي، آئي مَڪُر مَيهہ.

(پاڻ سُنهارن اولياء صاحبن جن جي سڄي ڪافي پڙهي ٻُڌائي)

مُرشدن دامت برڪاتہ جن ڪافي اهڙي تہ انداز ۾ چئي جو ٻُڌندڙن جي اکين ۾ لُڙڪ اچي ويا.

مُرشد سائين جن جي محفلن ۾ اهڙيون ڪافي سمجهائيون مليون مون گنهگار ۽ مسڪين تي مالڪن جا ڪروڙين احسان آهن مُرشد سائين اسان سڄي فقراء ۽ مريدن مٿانهن تمام گهڻا مهربان آهن، سندن شفقت سانوڻ جي مند ۾ وسڪاري جيان اسان گنهگارن مٿان هميشہ وسندي رهي ٿي.

حق موجود　　　　　　　　اُٿي اورچ هير　　　　　　　　سدا موجود

دُعا آهي تہ رب تعاليٰ مالڪن کي خضري حياتي عطا فرمائي، سندن حڪمن تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطافرمائي.

سچڻ اڳيئي سُهڻا ، پيا ويتر ڪياٿون ويس،
مُنهن ڳورائي چنڊ جئين، ڪارا پرين ڪيس،
جي هينئڙي منجهہ هميش، سي مر اوڏاهون اکين کي.
(اولياء صاحب ؒ)

سچڻ اڳئي سُهڻا، پيا ڪجل پنن نيڻ،
اچي رهيہ روح ۾ ، جئنين ماکي اندر ميڻ،
اهڙا سوڌا سيڻ، سي مر اوڏاهون اکين کي.
(اولياء صاحب ؒ)

دُعاگوء
خادم الفقراء
قائم فقير پنهور سانگهڙ سنڌ
موبائل نمبر 0300-3589028



# ڪافيون

اولياءَ صاحب حضرت سائين صديق محمد "صادق شاهہ" صوفي القادري جن پنهنجي ڪلام ۾ هڪ طرف سجاڳي يعني رات جو جاڳڻ، رب تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ عبادت ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي ٻي طرف مرڻ ڪان پوءِ قبر ۾ منڪر نڪير (ملائڪ) جو پڻ احوال ڏسيو آهي. انهي ڪلام مان چند چونڊ ڪافيون پڻ پڙهندڙن جي سامهون پيش ڪجن ٿيون.

ٿلهہ:

رب صاحب سائين آهي، متان ڪا سينو ساهي.

1. حڪم حاڪم هٿ ۾، ڪام وٿو ڪاهي.
2. موت موار انهي نہ ٽري، ڪي ڏئين ڪي ڏاهي.
3. رب لاحول ولاقوتہ، ڏس ڏنو اي ڏاهي.
4. صادق سي سڀ ڪنهن "لا" سين وڏئين لاهي.

درڳاهہ جهوڪ شريف



روضي شريف جو اندريون ڏيک



ميلي ۾ سماءَ وارو راڳ



حضرت قبلہ سائين خُدا دوست صوفي القادري رحمتہ
(پنجون سجاده نشين).



مُرشد قبلہ سائين نظام الدين ثاني ولد سائين صوفي خُدا دوست رحمتہ

## ٽلهه:

هنڙي وهي حيراني، جٿين تون نانءُ نڪو نيشاني!
توڙي نور ظهور ۾، ڪعبي جيئن قرآني،
سڀ تي صاحب تون وسين، ”لما ”لامڪاني،
اٿيو تنهنجي عشق ۾، پسن حال حقاني،
سڙي مٺا انهيءَ سور ۾، تون ثابت ٿئين نہ سبحاني،
هي توکان بناءُ بنيو،سوتون کهڙو جاني،
”لايشرڪ بعبادتہ ربہ احدن، نڪو تو ثاني،
محمد کي معراج ٿيو ، آواز سو الحاني،
”صادق “پسي ڪئين سکهي، پرين تو پيشاني.

## ٽلهه:

آئي جاڳڻ جي ، تڏهن تو ننڊ ڪئي،
ڪني تو ڪانہ سُئي، قبر جي پُڪار،
اڇي پونڌئي اچتو، ڪنيندو ڪاپار،
ملائيڪ ايندئي اچتو، ڪنيندو ڪاپار،
”صادق“انهي سور ۾، نيٺي ٿمن نار.

ٽلهه:

ڏک ڏکويا جاڳن راتڙيون، اي ماءُ ! راتڙيون،
اوسئڙي آثاريو سي، جاڳيو پاڻ جهاتڙيون،
سنجهي رهن سمهي، تن کن کهڙيون چاتڙيون،
مون کي پرين جون، ڳڻهن ٽيون کي کاتڙيون،
سنجهي بيٺون" صديق "چوي تن کي صبح ملن ڏاتڙيون.

ٽلهه:

آرس اسور جو، تن اکين کين کيو،
سورن بنا سپ ۾ ، ڏسن کين پيو،
سي مر مون مرن ماري مري ، جن سُتي سات ويو،
روئن رت پرين لاءِ وڻ وڻ، هيٺ وهيو،
غافل ٽيون غفلت ۾ ، تن ڏکن ڏنوءِ ڏيو،
"صادق "رهيون سڪنديون، تن اهڙو پهه پيو.

## ڏلهه:

متين کهڙي سور جو تو پهه پريان جي وسيلو،
توکي خوابن خوش ڪيو، وهمن ڪيئي وهلور،
ڪٿيو هڏهين گهوريو، متان وڃائي مور،
هي نہ وطن تنهنجو، ڏکيا ! ويندين ڏور،
متي وسائيندي منهن تي، پلر پريان جو پور،
متان" صادق" سُپرين ڏکي ڪني ڏور.

## ڏلهه:

هٿ سان هيرائبو، تومن ڙي زباني،
پاڻ نہ پلين پنهنجو، تون پين سان گياني،
ڪڏهن ڪرامت ڪرين تو، ڪڏهن هٿين ڪاني،
نالو وٺج" نامر "جو، هي جڳ سپو فاني،
"صادق "هٿيو تي هلج تون، ڇڏج مان گماني.

## ٽلهه:

ڏسڻ ۾ نٿي ڏينهن ، هي وڻ هتي جا،
ريلن ۾ رڻ وهي، هڪل سُڃي شينهن،
سدا نہ هوندا ساهہ سان، هي ميلائي ٽڃا مينهن،
اُٺي اورالله سان ! ستو آهين ڪيئن،
"صادق "آهين ساعت ڪا، نيئي نيائج نينهن.

## ٽلهه:

اُٺي ڪوٽ ڪاٽ چورڙا ، وڃين رات وهائي ،
چورسي جي چوري ڪن ، ٻي چوراٺي ذات،
اجهي اجهي آيا ، ٻي وائي ڪن نہ وات،
پُرسن ڀهريون پاڪڙيون، وڍ وڍ وائي وات،
هٿن حرص هوس ڪي، ڦهري ڪڍيو ڪات،
"صادق"، صدقي تن سورهين تان، جن من ماري ڪيو مات.

تلھ:

ٻڌين ٽٽي ڀوڙي، تون تند جي تنوار موت جي پچار!
نيٺي لٽيننديئي ٽوڙ ۾، هوجي جانب يار،
ڪن جيڏي قبر ۾ ڏيندئي ملائڪ مار،
کمين ٽي کرن ۾، تون پنهنجي اختيار،
"صادق "انهي سچ جي، آهي ڪل ڪلتار.

تلھ:

ادا مسافر جاني، وٽ تون راهه رباني،
ڪنهن جو ڪرين آسرو، عالم اوڙڪ فاني،
راهگذر سيڪو، ڪنهنجي ڪرين مهماني،
پٺي پس پڌن جي ، رهي ڪان نشاني،
مري مٽيءَ ڳڏبيون، ڇا سائن ڇا ٻانهي،
ڪيئن تو ڪان چڱا وياڪي " صادق " تو ثاني.

## ٽلهه:

آهين ڏينهن ۾ ٽي، پکيئڙا پار هکو پنڌڙو،
وٽي ويهي اڏريا، هتي ڪونه جٽي،
ڏکيون سُکيون ساعتون، سيکو ويندو ڪٽي،
سنهو ٽلهو سٽ صراف سين، هرڪو ويندو مٽي،
”صادق “سر سوجهي هليا، خبر پوندي ڪٽي.

## ٽلهه:

هي نه ڪنهن سيڻ، جي تو پنهنجا پانئيا،
وهه ٽيندئي ڪڏهن، جي تو ڪاڏا سيڻ،
سي ملاح ئي مري ويا، جي هئڙي ٿاني سيڻ،
”صادق “سنگت نه هلي، نکو پائي پيڻ.

## ٽلهه:

بنده چيت چيت بيخبر، پوندين منجهه قبر،
هتان حاڪم هليا ويا، هتا جي زور زبر،
شاهه "سڪندر چل گيا، ڪهڙا ڪرين تڪبر،
اچي پچندا امين خبرون، چوري چوري چپر،
ڏڙجني ٽوڙم، "صادق "ڏس سبر.

## ٽلهه:

پوندين وجي لٽ، پوين وجي لٽ، ڪئين ميڙين مٽ،
ڪيڏانهن وئڙيون مائرون، ڪيڏانهن وائڙا پٽ،
هاٿي وڃن هليا، اڏريا وڃن اُٺ،
مردن رگ رگيا، وجي رهيا ڪوڙا ڪٽ،
"صادق "پوئيون اڏريون، اڏريا سنها سٽ.

تلهه:

مور نہ سکڙيون، وو سدا آليون اکڙيون،
پر ہہ پرينءَ وولو کانءِ لکڙيو،
اوسڙي لوجاڳيون، ووسجن سيکڙيون،
ڏينءِ طهورا تڙٿا، وو اوت کيو تکڙيون،
تان پچن نہ ان جون ، وو مذمن مکڙيون،
"صادق "وهن سور کان ، وو مذمين نہ کڙيون.

تلهه:

پنا جوين ڏينهن، جڏ آسانبا، وو طعنا جهل متيئن،
هر دم کاهہ کلي ڏي، وو هلي مرج هئين،
کا روني وهي زنءِ ہہ، وو چيري چيي جئين،
مانجهي مڙيا مچ تي ، وو کانئر اچڻ کيئن،
مرٺا اڳي مرتون ، وو ايا اچن ايئن،
"صادق" سوريءَ سامهان چڙهيا نيزي نينهن



وڏيرو شهمير خان پنهور (مرحوم)



فقير انصار لغاري صاحب



مجاهد غلام رسول پنهور (مرحوم)



پٽيل عبدالطيف پنهور (مرحوم)

سدا موجود

حق موجود

# اُلي اورچ هير

# شـر ڏهـر

## ابيات شر ڏهر

### 1

سمهو شڪ م جـنڊڙا، لاهه م پـهـچاران،
ڳرجموريءَ ڪيٽان، ڪالهوٽيان اڄ گهڻي.

### 2

شـتا اُلي جـاڳ، تنهن نه ڪجي ايتري،
جو تو ساٿيهہ پاڻيو، اُهو مانجهاندي جو ماڳ،
شـلطاني شهاڳ، پـنڌن ڪنديئي نه ملي.

### 3

راتڙيون جاڳن جي، آئون سي ٿي ڪنديس سيڻ،
تنهين سـنـدا نيڻ، اوجـاڳي ٿي اُجاريا.

### 4

پٽر پير ڊگها ڪـري، جڏهين سُتيون جي،
تڏهين تنيءَ ڪي، سـاٿ سُتيي ڇـڏيو.

5

اوُڏ اَگلي آهيان ، لاڪا لَڄ سنڌياءِ،

پَڪا تو پَرتاءِ جي اجهي تُنهنجي اَڏيا.

6

اوُڏ اَگلي آهيان ، ڪٿو مٿو جون،

جِن جو تُرهو تون ، سي لاڪا جٽين مَ لَڄائين.

7

تون لاڪو لکن جو ڏٽي، آءُ اگليائي اوڏ،

مٿيءَ پريم هٽڙا، ڪٿو پڌان گوڏ،

لاڪا تنهنجي ڪوڏ، پيئي پاڙي گهاريان.

8

سُتين پانهن سِري ڏٽي ٿو چاهين منگٽهان

کهڙو تن قرار جن چوٽاٽي چِت ڪئي.

9

ان در سندي منگٽين اڳي اِيءَ نہ هين

جٽين ڊگها ڪري پير سچيون راتون سمهين.

10

سَچيون راتيون سُمهين، ايءَ حيوانن ريت،

پکيءَ جن پريت، سي سُک نہ سُتا ڪڏهين.

11

سَچيون راتيون سُمهين ، اُٿين ڪِين اَسُور

صُبح سَهندين سُور ، ڏُکي تُون ڏاتار جو.

12

سچيون راتيون سُمهين، لٿين پيو لٽ،

مرين جي افت، تہ کهڙو تورو سيٽين.

13

سُمهي سُمهي جندڙا، اجان اٿين هير

نياڳا ننڊون ڪرين ، ڊگها ڪري پير

وڏي ڪنهن وير، مـــنگي ويا منگٽا.

14

دانهون کيو دَان گُهرين، ڳُجهو نہ ڳالهين،
پوڙا پوڙو پاڻ جنهين، تو ڏاتر کي پاڻهين،
سڌ ڪيو سڻائيين ، هُتي ستر معلوم سڀڪا.

15

سنجهي رَهين سمهي غافل نہ ڪيو غون
تنهنجي هيئين هور چاڻ پرائي منگڻان.

16

پيا مڙيئي منگڻا، ڏاتار تہ تُون،
مينهن تہ هُندن وَسڻا ، سدا وسين تُون،
جي گهر آچين هُون ، تہ ميريائي مان لَهان.

17

دنبورا درد جي پولي ڪا پڏاءِ
تان چئي الله ئي الله پيو فنافاني جندڙو.

18

ٻَاجھہ ٻہ ايڏيائي گھُران، جيڏو تو نانءَ،
ڏُون ھنھَن ٽُون ٽُوٽيون، ٽُون ڇَپَر ٽُون ڇانءَ
ڇوَان ڇا آئون، توکي معلوم سڀڪا.

19

ڍَٻُ ڍِچنئي ڍِٻُيون، مارِي ھَرِين شَال،
تو جو اَڇي ڪالھہ، وِڌو ڦتَ فِراقَ جو.

20

جيئڻ ڪجھہ ڏينھڙا، گھوڙن ۽ گھوٽن ،
ڪڏھن منجھہ ڪوٽن، تہ ڪڏنھن راھي رڻ جا

21

جم وڃائيج منگڻا طمع جون تالون،
سُڄن ٽيون سپڙ ڄام کي تنھجي ھنئين حوالون.

22

ڪَلهُ تُنهنجي ڪونجڙي، پَڌَر پئي مَ ڪَر،
آهي گهران ئي گهر ماري تنهنجو مُلڪ ۾.

23

ڪَلهُ تُنهنجي ڪُونجڙي، مُونکي ٿي ماري،
هِڪ ڏُکويس ڏيل ۾، ٻيو نہ سڄڻ ساڻ،
وِڃَڙ آ واري، نہ تہ وئون اُڏامي اوڏهِين.

24

نالو سندو سڄڻين، مٺي محبوبن،
نبيءَ نور سين، آدم ڪنان اڳي هو.

25

آيل سنگهارن جي، سُرهي هُئي ساجاڻ،
ڀِريَن پئين پاڻ، پوءِ پيئارين ڀِيڙا.

26

آيل سَنگهارن جي، جهڄان ٻَسيو جهوڪ،
جن ٿي پهيه پيئاريا، منجهان مٿن موڪ،
لڌي منهجان لَوڪ، اُٺي ويئڙا اُسري.

27

وڏي وگر هيرئين، چَري نہ پين گڏ،
ڪونج ڪريندي سڏ، وئي وهامي راتڙي

28

ڪُونجڙين ڪالهہ، سڄڻ ڀاتَم ڇت،
آءُ اُنهي رِڀي هت، ٿي گهِنگهر گهاريان.

29

تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آئون ڏوهہ،
تون پارس آئون لِوهہ، جي سَنجين تہ سَون ٿيان.

30

هَلڻ هاريون سِنڌ ڏي، روهہ راماٽان ڳن،
ڳَر ڳَل ڳُونجَڙين، رائي ۾ رات ڪيو.

31

قسمت آنديون ڪونجڙيون ، وطن سندن روهہ،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهہ ، روز رازق هٿ ۾.

32

تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آئون ڏڏ،
سُٺي تنهنجو سڏ، ڪلهي پاتم ڪِينرَو.

33

چِنَل چِچَ هَٿَن ۾، ڪُلهن ڪوڏارا،
پورهئي خاطر پيٽ جي، اُٺين سوارا،
اوڏ بہ ويچارا، ڪِ لاڪا وچينئي لڏيو.

34

ڪي ڏينهن ڪاڇي ڪنديئين، هُتي ريلن منجهه رهاڻ،
سي نہ ڏسجن هاڻ، پسيو ماڳ مري هينيون.

35

راتي ۾ رات ڪيو ڪَرڳَل ڪُونجهڙين،
وِرهِہ ويچارين، ڪالهوڻان ئي اَڄ گهڻي.

36

جن رهيو رهاڻيون ڪيون، پيئل تو م پاڻ،
سي نہ ڏسجن هاڻ، ڪٿي ڪنهن ڪوڻ ٿيا.

37

ڪنڍا ڍور ڏٺين جون ڪرڪي ڳالهڙيون،
ڪنهن پر ڏينهن گزاريئين، ڪنهن پر راتڙيون،
تو ۾ مالهڙيون ٻڌيون آتڻ واريئين.

## 38

ڪنڊا ڍور ڏٺين جو جي تو هُيڙو سور،
تہ متي لامن ڀور هوند نہ ڪيئي ايترو.

## 39

رائي ۾ رات ڪَيو ڪَرڳَل ڪُونجھڙين،
وِرهِہ ويچارين، راتو ڏينهان نہ لهي.

## 40

ڍَٻُ نہ پَسين ڍَڪيو، ڪُونج نہ پَسين ڪانَهن،
ماري سندي دانهن، تو ڪنين ڪانہ سُئي.

## 41

ڍَٻُ نہ پَسين ڍَڪيو، ڪُونج نہ پَسين ڳَڪ،
ماريءَ ماري لک، وڳر سڀ وڇوڙيا.



## 42

پير اسان جو بادشاهہ، پيا ولي سڀ وزير
هلن حضرت شاهہ ڏي، فوجون ڪيو فقير
ڪن عرض "اسماعيل" چئي، هِنيئين منجهہ اُڪير
داتــــا ڏولهہ پـــير نـــالائق نـــوَازينءَ.

## 43

پير اسان جو بادشاهہ، جو نَوَ ڪنڊ نمائي،
فريادون فقير جون، تو عَرضئون اونائي،
آســــرو مون آهي، هادي حضرت شيخ ۾.

## 44

نِـم نُوراني پير جا، نِمن وســـي نُور
قلندر شاه ڪرم سان، پريو ڏي پرپور
تِهان پـِــرائيو پُور، وَڻ ٻہ اڄن واسيا.

45

نِم نُوراني پير جا ، ڪِڙن ۽ ڪُلن،

ڪتوريءَ ۽ خُوشبوءَ جا ٿا، مُشڪِون مينهن وَسن،

ميرانپور ميرن، گوسو واءُ مَ واريئين.

46

ڪي ڪِنيءَ جا ڪارٽي، ڪي ڪِنيءَ يَن

اسان ڪي موج ميرانپور مير جي، وسيلو واهر

ٿَڪن ڪي ٿاهَر، آهي جَهلو جهوڪ ڏٽي جو.

47

ڪي ڪِنيءَ جا ڪارٽي، ڪي پُڙ ڪِن سنداءَ

اسين صوفيءَ شاهہ جي، آهيون بِلي لَڳ بَندَا،

ميرا جي مندا، تبہ پير نہ ڇَڏي پانهنجا.





Scanned with CamScanner

## 48

پٺيارين پالوٽ سِين، ميرانپور جا مير،
لاهين اُچ اکين سِين ، پوڄ پٺياري پير،
گهر اُنهين جي کِين جي آسائوٽي آئيا.

## 49

هتان ورچي ڇڏيئين، پَلئو پيراڻو،
تهڙو نہ ڀاڀاڻو، جهڙو اَجهو پير جو.

## 50

ڪُوجوڳڏين ڪاپڙي، گيڙوءَ سان گُلزار،
تِنهن موچاريءَ مُومَل جا ، پيهي ڏنا پَار
گهوڙا گهوٽ سَوار ، ڪاهي آيا ڪاڪ تي.

## 51

ڪي جو ڇيو ڪاپڙيءَ، سو "صادق" سيباڻو،
آهي مڙيوئي ميندرو پر پنڌ پراهُون،
سڀ ٽُون منجهہ سيباڻو ، ٽُون مِڙني ۾ مُحيط ٿيئن.

## 52

مومل مٺي مينڌرا، ڳٺي کو سلام،
پڳس ڳک "صديق" چئي اَڇيس نہ آرام،
ڳُلل کي ڪلام، موتي آيو ٻنهن ۾.

## 53

ڌرتيءَ ڏگ سيرين، سڀ جوڌا ۽ جوان،
هُٿا هزارين ڪيترا، هِت صُوبا ۽ سُلطان،
تنيءَ جا مڪان، "صادق" سنهري ڪو نہ ڪو.

## 54

"صادق" سُڃاڻس تون، محلاتون ۽ ماڳ،
جن جي تي ٻچ مڙڪي، ڪيائون رهاڻيون ۽ راڳ،
سي پڻ ورائي، واڳ راڻا ڪنهن رُخ ويا.

## 55

ڪُٺڪ ٽُنهنجي ڪونجڙي، ٻر ٻنجهيئي هوءِ
ٻاهَر واڪو وَهي ووءِ ڪوهہ لائيو "صديق" چئي.

56

صُورت پاڻ ۾ شيخ کي، آهي معنيٰ مڙوئي،
حق حقيقت جنهن کان، ٻي ثابت سڀوئي،
اکيون اُهي ئي، جي پسنديون ئي پاڪ ٿيون.

57

اُتي اورچ هين شهان ناهي "صديق" جهڙي،
ڏکڻا ڪري پين پيو رهندي پٽ ۾.

58

صُورت پاڻ ۾ شيخ کي، جنهن جي مثل نه مقابل
آچي راهه الله جي، جا پيغمبري پر،
ووڻ دوستاڻي ڏن "صادق" گهڻي صدق سان.

59

وڃ طالب طلب پٽي، پکن ڏيئي پاهه،
گوهر غريبن جو "صادق" آهي شاهه
ڏيکاري سا راهه جا پيغمبر پيدا ڪئي.

60

اُهرندان تي اُهريو ڪري ڪيڙوءَ گُل،
هادي هدايت جو، ڪونهي سندن مُٽ،
"صادق" ڳالهه ۾ سَل، فضل الله شاهه فقير جي.



مُرشد سائين قبلہ نبي بخش شاہ اولياءُ صوفي القادري

(موجوده سجاده نشين درڳاہ صوفي فقير عمرڪوٽ)


هنئڙي وهي حيراني، جئين تون نانءُ نکو نيشاني!
توڙي نور ظهور ۾، ڪعبي جيئن قرآني،
سڀ تي صاحب تون وسين، "لما "لامڪاني،
اٿيو تنهنجي عشق ۾، پسن حال حقاني،
سڙي مئا انهيءَ سور ۾، تون ثا ين نہ سبحاني،
هي توکان بناءُ بنيو، سوتون زو جاني،
"لايشرڪ بعبادت ربہ احدن، نکو تو ثاني،
"محمد" کي معراج ٿيو، آواز سو الحاني،
"صادق "پسي ڪئين سگهي، پرين تو پيشاني.
حضرت مُرشد سائين صادق شاهہ (صوفي فقير عمرڪوٽ)